# هُڙي پوڪ
# ۽
# زمين جي زرخيزي




ڊائريڪٽوريٽ زرعي اطلاعات
زرعي توسيع سنڌ، حيدرآباد
2011-12

# هُڙي پوک ۽ زمين جي زرخيزي

(سنڌ جي وڏڪار، ٻيلو ڪاتو سنڌ جي ٿورن سان)

ايڊيٽنگ

فهيم قريشي

ڊائريڪٽوريٽ زرعي اطلاعات
زرعي توسيع سنڌ، حيدرآباد
2011_12

# هُڙي پوک ۽ زمين جي زرخيزي

**هُڙيءَ مان مراد:**

هڙي عام طور تي ڪنهن خانگي زرعي زمين تي ٻهرن جي جهڳتي واريءَ صورت ۾ پوڪيل فصل کي چئبو آهي. هڙي لفظ جي تعريف ۽ ان جي وجود متعلق ڪتاب خاموش آهن پر اها پڪ آهي ته هڙيءَ کي ٻہر جي فصل سان مطابقت آهي. چاڪاڻ جو انهيءَ طريقي سان ٻين وٽن جي پوکيل فصلن مثلاً مانجهاندڙيءَ کي هڙي نالو ڇيو وڃي. سنڌ جي حيدرآباد ضلعي ۽ آسپاس جا آبادگار ۽ هاري ناري پائر ته هُڙي جي نالي ۽ ان جي اهميت، ضرورت ۽ افاديت کان بخوبي باخبر آهن. جڏهن ته ٻين ضلعن ۾ به جتي زمينون ٿوريون خراب آهن، اتي هُڙي جو رجحان وڌي پيو. خاص طور تي ڪلراٺي زراعت جي حڪمت عملين جي باري ۾ آبادگارن تائين ڄاڻ پهچڻ سان آبادگار هن طرف اچي رهيا آهن..

**هڙيءَ جي تاريخ ۽ اهميت:**

سنڌ ۾ زرعي زمين تي وٽن پوکڻ جو رواج 1858ع ۾ پيو جڏهن ان وقت جي سنڌ جي ڪمشنر بارٽلي فريئر هڪ سرڪيولر جي ذريعي پنهنجي ڪليڪٽرن کي چيو ته هاري ڪٽنبن کي وٽن جي فصل اپائڻ لاءِ 10 ايڪڙن تائين سرڪاري زمين مفت ۾ ڏني وڃي ته جيئن ماڻهن جي ٻارڻ جون ضرورتون به پوريون ڪري سگهجن ۽ زرعي زمين جو تحفظ به ٿي سگهي. انهيءَ وٽن جي فصل اپائڻ تي ڪابه ڍل ۽ آبيانو مقرر نه ڪيو ويو. انهيءَ سرڪيولر جي تحت حيدرآباد جي ڪليڪٽر پنهنجي ڊپٽي ڪليڪٽرن کي حڪم ڏنو ته سرڪاري زمين هاري ڪٽنبن ۽ وٽن پوکڻ لاءِ ورهائي وڃي. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ هڙيون لڳائڻ جو پايو وڌو ويو. موجوده دور ۾ هالا ۽ ان جي پرپاسي وارا اڪثر هاري ڪجهه زمين تي اڄ به هڙيون

پوکي رهيا آهن. ڇاڪاڻ ته هڙين جي پوکڻ مان ثابت ٿيو آهي ته اهو هڪ فائديمند ڌنڌو آهي نه ته آبادگار يائر انهيءَ پوک کي گهڻو اڳ ۾ ترڪ ڪري ڇڏين ها.

**زمين جي چونڊ ۽ تياري:**

هُڙيءَ جي پوک لاءِ عام طور تي لٽياسي زمين نهايت موزون ۽ موافق هوندي آهي، پر اڄڪلهه آبادگار اهڙيءَ زمين جو انتخاب ڪن ٿا جنهن ۾ ڪجهه سم ۽ ڪلر جو اثر موجود هجي ۽ ان ۾ موزون زرعي فصل پيدا ڪرڻ جي صلاحيت موجود نه هجي ۽ گهٽ يا پاڻ گهرندي هجي.

زمين جي تياريءَ لاءِ ان کي اونهون هر ڏنو وڃي ته جيئن اها نرم ٿي وڃي پوءِ بنا ٻڌي واٽر ڪورس تيار ڪيو وڃي تنهن کان پوءِ عام زرعي فصل وانگر هر ڏنل زمين ۾ سهاڳي سان هر هڪ ٻاري جي سنوت ڪئي ويندي آهي ته جيئن پاڻي آسانيءَ سان لڳي سگهي. انهيءَ کان پوءِ ڇڪاسي پاڻي ڏجي ته جيئن زمين چڱي طرح رڄي وڃي ۽ جيڪڏهن ڪي سطحي ناهمواريون رهجي ويون هجن ته انهن کي صحيح طرح سان پاڻي لڳڻ واسطي درست ڪري سگهجي.

**پوکائي:**

هڙيءَ جي پوکائي اڪثر ڪري ٻج ذريعي ڪئي ويندي آهي ۽ هن طريقي سان پوکائيءَ تي خرچ به گهٽ اچي ٿو. ٻج ذريعي پوکائي ٻن طريقن سان ڪئي ويندي آهي. يعني ڇٽ يا ناڙي، عام چوڻي آهي ته "ناڙي راڻي ۽ ڇٽ فقير" جيتوڻيڪ ڇٽ پوکائيءَ جو نهايت آسان طريقو آهي جنهن ذريعي تيار ڪيل زمين ۾ ٻج جي ڇٽ ڪئي ويندي آهي پر هن طريقي سان پوکائيءَ ۾ نقصان اهو آهي ته هڪ طرف ته ٻج جو گهڻو مقدار گهرجي ٿو ته ٻئي طرف سوءَ ۽ ڇانديءَ ۾ ڪافي تڪليف ٿئي ٿي. عام طرح ڇٽ واريءَ حالت ۾ ائن کان ڏهن ڪلو تائين ٻج جي ضرورت ٿئي ٿي.

اهو ڏٺو ويو آهي ته اڪثر ترقي پسند آبادگار ناڙي ذريعي هُڙيءَ پوکڻ کي پسند ڪندا آهن. ناڙي ذريعي ٻہر جو ٻج سڌين قطارن ۾ پوکي ڪيو

ويندو آهي ۽ قطار کان قطار تائين مفاصلو ڏيڍ کان ٻن ميٽرن تائين رکيو ويندو آهي. ناڙيءَ ذريعي پوکائيءَ لاءِ ڇئن پنجن ڪلو تائين ٻج استعمال ٿئي ٿو ۽ ٻوٽن جي وچ ۾ وڇوٽيءَ سبب سوءِ ۽ ڇانديءَ ۾ ڪافي سهولت ٿئي ٿي.

پهرئين سال گهٽو ڪري ٻهر سان گڏ منڊ مطابق زرعي فصل جي خشڪ پوک خصوصاً ڦٽيون ڪئي ويندي آهي. انهيءَ صورت ۾ ڪڏهن پهريائين زرعي فصل پوکيو ويندو آهي ۽ هفتي ٻن کان پوءِ ٻهر جي ڇٽ يا ناڙيءَ ڪئي ويندي آهي ته ڪڏهن ڦٽين جي فصل سان گڏ اهڙيءَ طرح ناڙي ڪئي ويندي آهي جو ٻه لاڳيتيون قطارون ڦٽي جون هونديون آهن ۽ هر ٽي قطار ٻهر جي ٻج جي هوندي آهي. اهو ڏٺو ويو آهي ته 74 في سيڪڙو آبادگار اپريل مئي يا جون ۾ هڙي پوکيندا آهن ۽ ته جيئن هڙي به زرعي فصل کي ڏنل پاڻيءَ ۽ ياڻ مان فائدو حاصل ڪري سگهي.

**حفاظت:**

مقصد ۾ پوري ڪاميابي حاصل ڪرڻ صرف پوکائيءَ ۾ مضمر نه آهي. اصل ڪاميابيءَ جو راز فصل کي ضروري تحفظ فراهم ڪرڻ ۾ آهي. فصل کي چوپائي مال جي لتاڙ ۽ چرائيءَ کان بچائڻ لاءِ ان جي چوڌاري ڇئن کان پنجن فوٽن تائين اوچو مضبوط لوڙهو ڏيڻ ضروري آهي. جيڪڏهن آسپاس جي آباديءَ ۾ شعور جي عدم موجودگي آهي ته پوءِ ان حالت ۾ چوڪيدار جي مقرري پڻ اشد ضروري آهي.

**آبپاشي:**

هڙيءَ جي پوکائيءَ کان پوءِ ان جي آبپاشيءَ جو عمل شروع ٿئي ٿو. جيڪڏهن پهرئين پاڻيءَ کان پوءِ زمين ۾ چاپڙ ظاهر ٿئي ته ٻيو پاڻي هفتي اندر ڏيڻ ضروري آهي. ٻج اٽڪل ڏهن ڏينهن کان جمڻ شروع ڪري ٿو. اهو خيال رکڻ گهرجي ته جيستائين ٻوٽا اٽڪل ڇهن انچن جي اوچائيءَ تائين نه پهچن تيستائين کين پاڻي ڏيڻ نه گهرجي ڇاڪاڻ ته ائين ڪرڻ سان ٻوٽا پاڻيءَ ۾ ٻڏي ۽ مري ويندا. هڙيءَ کي پهرئين سال ۾ اٽڪل انن کان ڏهن

پاڻين جي ضرورت ٿئي ٿي. زرعي فصل سان گڏ پوکائيءَ واري صورت ۾ ٻه يا ٽي پاڻي زرعي فصل سان گڏ ۽ باقي بعد ۾ ڏنا وڃن ٿا.

باقي ٻن سالن ۾ پاڻي ڏيڻ جي ترتيب برقرار نہ ٿي رهي ۽ پاڻي فقط ان وقت ڏنو وڃي ٿو جڏهن ان جي ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي. اهڙيءَ طرح هڙيءَ کي سال ۾ ٻہ چار دفعا پاڻي ڏيڻ گهرجي.

**سوءَ ۽ ڇانڊي:**

اڪثر ٻن سالن جي عمر کان پوءِ فصل ۾ سوءَ ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ تہ ايئن ڪرڻ سان فصل جي نشونما ۾ هڪ قسم جو نکار اچي ويندو آهي ۽ ان جي واڌ ۾ اضافو اچي ويندو آهي. سوءَ جو صحيح طريقو اهو آهي تہ ٻوٽي جي سموري اوچائيءَ جي ٽئين حصي تائين شاخ تراشي ڪئي وڃي. شاخن کي تکي ڪاراٺيءَ سان،ان جي پاڙن سان ملائي وڍڻ گهرجي تہ جيئن اڳتي هلي ان جاءِ تي ڳنڍ نہ ٿئي.

ساڳيءَ طرح ڇانڊي بہ ٻوٽي جي اوسر ۽ واڌ ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. ڇانڊيءَ وقت سڪل، سڙيل، مئل ۽ ڪمزور ٻوٽن جي نيڪال کي ترجيح ڏني ويندي آهي. انهيءَ بعد جيڪي ٻوٽا تمام ويجهو هوندا آهن انهن کي ڪڍي انهن جي وچ ۾ تقريباً هڪ ميٽر جو مفاصلو ڇڏبو آهي. جيئن انهن کي ڪافي مقدار ۾ گهربل کاڌ خوراڪ سان گڏ خلاصي جاءِ ميسر ٿئي. ايئن ڪرڻ سان فصل جي اوسر تي تمام گهڻو اثر پوي ٿو.

**هڙين مان فائدا:**

ٻيڙ جي هڙين مان ٻن قسمن جا فائدا حاصل ٿين ٿا هڪڙا سڌيءَ طرح ۽ ٻيا اڻ سڌيءَ طرح. ٻنهي جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**سڌيءَ طرح حاصل ٿيندڙ فائدا:**

1. ڏٺو ويو آهي تہ ٻيڙ جي هڙيءَ تي ڪو خاص خرچ ڪونہ ٿو اچي ڇاڪاڻ تہ هڙي لڳائيندڙ ماڻهو گهڻو ڪري گهربل سڀ ڪم پنهنجي سر ڪندو آهي پر جيڪڏهن ان ماڻهوءَ جي محنت کي يا

ٻي صورت ۾ ٻيهاريل مزدور جي مزدوريءَ کي خيال ۾ رکيو وڃي تہ اُهو خرچ بہ منافعي جي مقابلي ۾ نہ هئڻ برابر آهي.

2. آبادگار جي چوپائي مال لاءِ چارو ۽ اجهو ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون، گهر اڏڻ لاءِ پڃر ۽ ورا وغيره ۽ زرعي اوزارن لاءِ ڪاٺي مفت حاصل ٿئي ٿي.

3. هڙين ۾ ٽن سالن کان پوءِ ٻڪريون ۽ رڍون پالي اضافي آمدني حاصل ڪري سگهجي ٿي.

4. ٻير جي گلن تي قدرتي ماکي بہ ٿيندي آهي ۽ ان سان گڏ هترادو ماکي پالي ڪافي ناڻو ڪمائي سگهجي ٿو.

5. ٻير جي شاخن تي لاک جي جيت جي افزائش ڪري ان مان بہ مالي فائدو حاصل ڪري سگهجي ٿو.

6. ٻير جو چوڏو جيڪو چمڙي رڱڻ جي ڪم ايندو آهي ان جي وڪري مان بہ ڪجهہ آمدني مليو وڃي.

7. ٻير مان ڪونئر ۽ ڏندن صاف ڪرڻ لاءِ ڏندڻ بہ حاصل ڪري سگهجن ٿا.

8. هڙين جي پوکي جي نتيجي ۾ غير آباد ڪمزور ۽ ڪلرائيون زمينون پڻ آباد ڪري سگهجن ٿيون.

**اڻ سڌي طرح حاصل ٿيندڙ فائدا:**

1. هڙيون زمين جي زرخيزيءَ ۾ اضافو آڻين ٿيون.جنهن ڪري ٻير جي واڍيءَ کان پوءِ زمين ۾ پوکيل زرعي فصل کي ٻن يا ٽئن فصلن تائين ياڻ جي ضرورت نہ ٿي پوي. اهڙيءَ ريت هڙي پوکيندڙ کي هترادو ڪيميائي ياڻ ڏيڻ جي خرچ جي بچت ٿئي ٿي.

2. هڙيون حفاظتي قطارون ٺاهي هوائن جي زور کي پيڇي اڏامندڙ مٽي ۽ واريءَ کي روڪين ٿيون. جيڪي هوند پر واري فصل کي تباهہ ڪري ڇڏين. اهڙيءَ ريت هڙين پوکڻ ڪري آبادگار جي زرعي فصل جو بچاءُ ٿئي ٿو ۽ گڏوگڏ پيداوار پڻ وڌي ٿي.

# هُڙي پوک ۾ زمين جي زرخيزي

3. هڙيون تترن ۾ بين پکين کي اجهو ۾ خوراڪ مهيا ڪري انهن جي واڌاري ۾ مدد ڏين ٿيون. جنهن ڪري شڪار جو سامان پيدا ٿئي ٿو. ان کان سواءِ اهي پکي زرعي فصل کي نقصان ڏيندڙ جيتن جو بہ خاتمو ڪن ٿا جنهن ڪري بہ زرعي پيداوار وڌي ٿي.
4. ماکيءَ جون مکيون زرعي فصل ۾ نر ۾ مادي جي ميلاپ ڪرڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪن ٿيون. ان ڪري هڙيءَ جي چوڌاري پوکيل زرعي فصل جي پيداوار ۾ اضافو ٿئي ٿو.
5. ٻير جون پاڙون ڊگهي هئڻ سبب جر مان پاڻي ڪڍي هڪ طرف تہ زير زمين پاڻيءَ جي سطح ۾ گهٽتائي آڻي سم جو بچاءُ ڪن ٿيون تہ ٻئي طرف اهو پاڻي فضا ۾ خارج ڪري پرپاسي واري علائقي جي موسم ۾ اعتدال جو سبب بڻجن ٿيون.
6. وڻن مان ڳڏ ٿيل پن وغيره زمين جي طاقت وڌائڻ ۾ ان ۾ سنا فصل اپائڻ جي ڏس ۾ هڪ قسم جو بهترين ياڻ مهيا ڪن.
7. وڻن جي موجودگي فضائي گدلاڻ جي بچاءَ جو اهم ذريعو ثابت ٿئي ٿو.
8. ٻير جي هڙين ۾ حيواني جيتامڙن ۾ سانپن کي رهڻ جي جاءِ ۾ خوراڪ ميسر ٿئي ٿي. اهي جيتامڙا زمين ۾ بي انت سرنگون هٽي زمين کي هوا خوريءَ جو موقعو فراهم ڪن ٿا ۽ وڻن جي نباتاتي مادي جي ذرن کي پنهنجي هاضمي واري سرشتي ذريعي خارج ڪري زمين کي بي پناهہ قوت بخشين ٿا. ان ڪانسواءِ اهي جيتامڙا مرڻ کان پوءِ مٽيءَ ۾ شامل ٿي ان جي زرخيزيءَ ۾ بيحد اضافو آڻين ٿا.
9. هڙين مان پيدا ٿيندڙ جلائو ڪاٺي جي استعمال سان آبادگارن جي چوپائي مال جو ياڻ بچي ٿو جيڪو بيءَ صورت ۾ هو ساڙي خاڪ ڪن ٿا. اهو ياڻ زرعي فصلن جي پيداوار ۾ واڌاري جو باعث بڻجي ٿو.

هُڙيءَ جي پوکيءَ جا ڪئين فائدا آهن. پر خاص طور تي سنڌ ۾ زمينن جي گهٽجندڙ زرخيزي واري صورتحال ۾ هُڙي اهم ڪردار ادا ڪري سگهي ٿي. ڇاڪاڻ تہ ٻير نہ صرف هر قسم جي زمين ۾ گهٽو ڪري ٿي وڃي ٿو پر ساڳئي وقت ڪمزور زمين کي زرخيز پڻ بڻائي ٿو.

WORLD BANK ASSISTED SINDH OFWM PROJECT








# Block Plantation (Hurri Cultivation) & Its' Impact on Soil





Directorate of Agriculture Information
Agriculture Extension Sindh, Hyderabad.
Block - F, Shahbaz Building, Hyderabad.
Ph: 022-9200108, 022-9201276

2011-12

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ٻاڙي، ڪاٺو، ٻاجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليککَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‏ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)